عبدالحمید صاحب جا تفریق

پیدا کرائیندڙ بهتان

۴

بهتانن جا ڏنل زوار حسین شاه

جا مدلل جواب

## منقبت

حق ڇڏي باطل ۾ لڳي حرص و هوا جي واسطي
خود پرستي ڪيم ڪر اي دل خدا جي واسطي

دل جو ڪعبو عرش اعظم انجي حرمت فرض عين
معبو ڪر صدقئون سدا آنجي صفا جي واسطي

ڪر مديني ۾ هلي ٿهدل محمد جو طواف
طالب حق ٿي رسول رهنما جي واسطي

روضهٔ شاه نجف ۾ پڻ زيارت نفل پڙهه
ختم قرآن ذڪر شاه اوليا جي واسطي

ٿهدلئون صدقئون سدا پڙهه سهسين صلوات و سلام
روح پاڪ حضرت خيرالنساءؑ جي واسطي

ذڪر ۾ زهر حسن جي زندگي سڀ زهر ڇان
رت هنجو نت رو شهيدي ڪربلا جي واسطي

پنج مطلب دنيوي منهنجا ٻڌو سڀ ٻاجهه سان
پنج مطلب ٻيا اٿم روزي جزا جي واسطي

ٻهرين منهنجي دل ۾ هئي هر وقت حب اهلبيت
پنهنجي قدمن سان رکو دار البقا جي واسطي

پنجون پيرالديءَ شهه شهدا جي ٿئي مدفن مند
اصل ڪئون ايجاد ثابت ڪربلا جي واسطي

# پيش لفظ

(١) غلط الزامن جي سرخيءَ سان مولوي عبدالحميد چانڊئي صاحب اشتهار ڇپائي نه رڳو پنهنجي ڪنهي کي ڏنو ڪيو آهي، پر انتشار پيدا ڪرايو آهي، ۽ غير مذهب وارن کي به نڪته چيني ڪرڻ جو موقعو ڏنو آهي جي ٺٺوليون ڪندا وتن ته ڇڱو ٿيو جو پاڻ ۾ پٽي اٿن - نه سنڌن خلاف ڪنهن اشتهار ڇپايو ۽ نڪي فساد ۽ جهڳڙو ٿي سائين ڪيو، ان هوندي به اشتهار ۾ عقيدي جو اظهار ڪرڻ سان ته اٿين سمجهڻ گهرجي ته عزاداريءَ جي مجلسن ۽ محفلن ۾ مذهب امامي، جي خلاف دل آزار جملا بيان ڪري اهل مذهب جي دل آزاري ڪئي آهي، جنهن ڪري ڪيس تقريرن ڪرڻ جو موقعو خواه دعوتون نٿا ڏين تڏهن واويلا ۽ شور مچائي رهيو آهي.

"چرا ڪار ڪند عاقل که باز آيد پشيماني"

(٢) اشتهار ڇپائڻ کان بعد جن محبان اهلبيت اطهار جي موجودگيءَ ۾ هن ناجائز ۽ دل آزار لفظ بيان ڪياسي. قبول ڪري رهيا آهن ته هن "يا علي مدد" چوڻ ۽ علي ولي الله چوڻ ۽ يعسوب الدين جي القابن چوڻ تي اعتراضي جملا بيان ڪري سامعين جي

جي دل ڏکوئي ٿي. هنجا اعتراض اهڙا ناقابل برداشت آهن جو جذبات کي اڀارين ٿا.

(۳) مناسب ائين هو ته انهيءَ اشتهار ۾ عقيدي پڌري ڪرڻ سان گڏ يا علي مدد ۽ علي ولي الله ۾ يعسوالدين جو اقرار ڪري پوزيشن صاف ڪري ها جو نه ڪيو اٿس.

(۴) هاڻي ته ڪيس ڪهرجي ته انهن القابن جو اقرار ڪري اشتهار ڇپائڻ سان نتيجو اهو نڪتو آهي جو منهنجي والد جي دوستن منهنجي پٽ مولوي عبدالحميد بنسبت پڇيو ته تون وهابي عقيدي جو ۽ تنهنجو پٽ شيعه عقيدي جو اعلان ڪري رهيو آهي سا ڪالهه تعجب جهڙي آهي جو رکيو پنهنجي پٽ تي ڪي اثر نٿو وجهي سگهين ته پين سان بحث ڪرڻ جو سبب ڪهڙو؟ انهن کي جواب ڏنائين ته اوهان سمجهي نٿا سگهو ته مون پنهنجي پٽ کي هدايتون ڏنيون آهن ته شيعا سڏائي شيعن جون مجلسون پڙهي انهن کان پئسا هٿ ڪري حڪمت عمليءَ سان شيعا مذهب تي اعتراض ڪندو رهه جو سواءِ شيعه تقرير ڪندڙن جي وهابين جي تقريرن تي شيعه ڌيان ئي نه ڏيندا.

سچائي ڇهپ نهين سڪتي بناوٽ کي اصولون سي
خشبوءِ آ نهين سڪتي ڪبهي ڪاغذ کي ڦولون سي

# اشتهار غلط الزامن جي ترديد -
# مولوي عبدالحميد چانڊيه جي
# جواب ۾ اظهار حقيقت

١- اشتهار غلط الزامن جي ترديد وارو پڙهيو ويو مولوي عبدالحميد چانڊيه ساري سنڌ ۾ ورهائي تخريب پيدا ڪئي آهي. هن نازڪ دؤر ۾ ڪنهن ٻئي مذهب واري تي حملو ڪري ڇڪتاڻ پيدا ڪرائڻ پاڪستان جهڙي امن پسند اسلامي ملڪ ۾ ڪنهن به مسلمان لاءِ زيبا نه آهي. مولوي صاحب اشتهار ۾ شيعن، مولوين ۽ ذاڪرن کي (جاهل سڏي) انهن جي جذبات کي مجروح ڪيو آهي. مناظره جو چئلينج ڏئي قانون جي خلاف ورزي ڪئي آهي- جي ڪيس مناظره ڪرڻ جي سڌ آهي ته حڪومت کان اجازت وٺي پوءِ شيعن، مولوين ۽ ذاڪرن سان ڪنهن به وقت اچي مناظره ڪري سگهي ٿو. نه رڳو پاڻ اڪيلو پر وهابي عقيدو رکندڙ پدر بزرگوار سميت زور لائي سڌ پوري ڪري سگهي ٿو.

٢- اشتهار پڙهي ڏاڍو ارمان ٿيو جو مولوي صاحب چانڊيه پاڻ کي مجتهد سمجهي علمي دعويٰ ڪئي آهي پر علمي لياقت ۾ ڪٿو تو گهرجي. انصاف سان ڏسبو

ته هن لا علم سمجهي، هي اشتهار ڇپرائي پاڻ وڏيڪ نا اهليت جو ثبوت ڏيئي پنهنجي لاءِ زياده نفرت پيدا ڪرائي آهي. ڇو ته هڙئي ماڻهن کي پڪ ٿيندي ته هي اڪيچ يا علي مدد مظهر العجائب ۽ علي ولي الله- جو قائل نه هو تڏهن ته پاڻ کي بچائڻ لاءِ واويلا ٿو ڪري ۽ اشتهار ڇاپرائي قوم کي يقين ٿو ڏياري.

٣- اشتهار ۾ لکي ٿو ته مان پنهنجي شيعه قوم کي آگاه ڪرڻ ٿو چاهيان- شيعه قوم ته حضرت علي جا شيعه آهن هي ڪو امام آهي ڇا؟ يا امامت جي دعويٰ ٿو ڪري ڇا جو شيعه قوم کي پنهنجي قوم ٿو سمجهين؟

٤- لکي ٿو ته مولوين کي مجبور ڪري هن سان گفتگو ڪرايو. هو نه ملڪ جو نواب آهي نڪي امام جو هنن کي ماري ڪٽي پڪڙي مجبور ڪري مناظره لاءِ وٺي ايندو.

مناظره ڪرڻ جو شوق هجيس ته پيش قدمي ڪري پاڻ ميدان ۾ اچي.

٥- لکي ٿو (المخلص مولوي عبدالحميد چانڊيه مبلغ شيعا فاضل ديوبند) مولوي جواب ڏئي ته توهان ڪهڙي شيعن جي مدرسه ۾ پڙهي امتحان ڏئي مبلغ ٿيا آهيو؟ ديو بند جي ڪهڙي مدرسه ۾ پڙهي سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو آٿو؟ هي فقط قوم کي ڌوڪو ڏنو ويو آهي يا سچ آهي؟ مدعي جي علم جي قوم شيعه کي

چڱي طرح خبر آهي. پريا روپ ۾ زوار دادن وٽ توهان کي مفتي مولوي عابد حسين صاحب ڪتاب عربي پڙهڻ لاءِ ڏنو ته توهان انڪار ڪيو ته مون کي نه ٿو اچي. اچي. رکيو سنڌي لکڻ ٿو اچي. دنيا کي دوکو نه ڏيو. هن وقت قوم هوشيار آهي. توهان جي چالاڪين ۾ به گهٽو ٿو گهرجي.

جواب :- رسول ڪريم جي حديث آهي ته- من مات ولم يعرف امام زمانه مات ميتت الجاهليه- جيڪو امام جي معرفت بغير مري ويو اهو جاهليت جي موت مئو- شيعه- مولوي- ذاڪر سڀ معرفت امام رکن ٿا پوءِ جاهل ڪيئن ٿيا. جو جاهل اکر لکي دريده دهني ڪئي وئي آهي.

## شيعه قوم

مولوي چانڊئي کي اڳ به وهابي سمجهندا هئا. ۽ هاڻي به وهابي سمجهن ٿا. فقط شيعن ۾ امام حسين جو ذڪر ڪري ڪمائيندو هيو. امام جو ذڪر سني به ڪندا آهن. هندو به- نصارا ۽ يهودي به ڪندا آهن. سنڌ ۾ هندو، نيڪ رام، رام چند، پنڊت وغيره مجلس ۾ امام جو ذڪر پڙهندا هئا ۽ نذر نياز شيعن کان وٺي ويندا هئا ۽ مولوي عبدالحميد کي امام جي ذڪر جو معاوضو ڏيندا هئا. پر شيعه عالم سمجهي نه ڏيندا هئا. جڏهن قوم شيعه کي خبر پيئي ۽ پڪ ٿي ته هي

وهابيت ڏو ڦهلائي ته يڪدم هن کان ڪفارا ڪشي اختيار ڪيائون هاڻي ڪوبه سنڌ خواه پنجاب جو شيعه هنڪي ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي.

٢- خداوند عالم قرآن ۾ ڏو فرمائي- يا ايها الذين آمنو لا تتخذو آباء کم واخوا نکم اولياء ان ستحبوا کفر علي الايمان و من يتولهم منکم فاولائک هم الظلمون:
ترجمون- اي ايمان وارو اگر توهان جا ماءُ پيءُ ڀينرون ڀائر ايمان جي مقابل ڪفر کي پسند ڪن ته انهن سان دوستي نه رکو ۽ جي دوستي رکندو ته آهي ظالم آهن. توهان اهلبيت اطهار جي مخالفن والدين سان ۽ ڀائرن سان گڏ ٿا رهو. ڪٽر متعصب آهن تنهن ڪري توهانکي به انهيءَ آيت جو مصداق سمجھجي ڇا؟
شيعه ته ظالمن کان بيزار رهندا آهن.

## (مولوي چانڊيه جي وهابيت جا ثبوت)

مولوي چانڊيه صاحب کان عزادارن نفرت ڇو ڪئي؟ انجا هيٺيان سبب آهن:

١- احمد پور شرقيه پنجاب مان رسالو شايع ٿيو (بسلسله ناد علي ڪانفرنس خارجيون کي شڪست فاش- انهيءَ ۾ ڏکو صاحب مولوي جاڙي صاحب سان گڏ عبدالحميد کي چنبو بازي جي نالي سان سندس نالو شايع ڪيو ڪتاب پڙهي ڏسو موجود آهي.

٢- بڪار جاگير ۾ سيد غلام نبي شاه مجلس ڪرائي

جتي ماستر زوار الهه ڏنو ٻرڙي سان وڙهيو جو چيائين ته علي مظهر العجائب نه آهي. هڪ ٻئي کي ڌڪ هيناڏون ماڻهن اچي ڇڏايو.

٣- ٻيرلوءَ ۾- سيد پريل شاه جي اوطاق تي سيد عيدن شاه- سيد حيدر علي شاه جي روبرو چيائين ته يا الله- يا محمد- يا علي چوڻ ڪفر آهي.

٤- سيد غلام رضا شاه شمسي سان به انباري ۾ بحث ڪيو انس سو شاهد موجود آهي.

٥- ذاڪر غلام قنبر پنجاب واري روهڙي ۾ شهزادي خان جي آستاني تي مجلس ۾ اعلان ڪري چيو ۽ جناب نادر علي خان ڪماريه زميندار مديجي- جي اوطاق تي ٣- بجه رات تائين بحث ڪندو غلط عقيدا پيش ڪندو رهيو ۽ آئمه اطهار جي شان ۾ نازيبا ۽ گستاخانه لفظ چوندو رهيو. سيئي شاهد موجود آهن.

٦- چڪ واري قافله تي اهلبيت جي دشمنن جي طرفداريءَ ۾ مومنن ۽ مومنن جي والدين تي فوقيت ڏئي نازيبا لفظ ڳالهايائين جنهن تي ڪوٽ ڏجي ۾ نجم علي پيرزادو گڏيجي وارو مولوي سان ناراض ٿي وڙهيو ۽ ڇڱي مرمت ڪئي.

٧- خيرپور ۾ مرحوم قبله دين محمد شاه جي اوطاق تي رسول ڪريم ۽ پاڪ سائڻ جي طهارت ۾ گستاخانه لفظ چيائين انهيءَ ڪري ڪيس سيد اوسط شاه صاحب بيعزت ڪري اوطاق مان ڌڪاري لوڏي ڪيي ڇڏيو .

٨- ڪهڙن جي ٻنهي ايجيٽيشنن ۾ غلط پروپئگنڊا ڪندو رهيو ۽ سيد امام علي شاه جـي شان ۾ نا زيبا لفظ هرجا چوندو رهيو.

٩- ٻوٻي شهر ضلع سانگهڙ ڪان واپسي تي جيپ ۾ ويٺو هو ته جيپ ڊرائيور يا علي مدد ڪيو ته مولوي عبدالحميد صاحب چوڻ لڳو ته اهو چوڻ ڪفر آهي. ڊرائيور رئيس غـلام علي خـان مـري باوچ سـان وڃي ڳالهه ڪئي- تڏهن رئيس صاحب مولوي چانديه جو اچڻ بند ڪري ڇڏيو.

١٠- مولانا سيد محمد قاسم صاحب خيرپور، مولانا سيد علي صغير صاحب ڪوٽ ڏجي گواه آهن جنجي اڳيان ناشائسته گفتگو مولوي حميد ڪئي آهي سا به آئمه اطهار جي شان ۾ جي به هو شاهد آهن.

١١- ڳوٺ دادلو ۾ مومن زنجير زني پئي ڪئي ته کين چوڻ لڳو ته حرام آهي، جنهن تي سردار علي نواز خان ڏاريجي نيڪالي ڏيئي ڇڏيس.

١٢- ڪربلا جي ماتم روهڙي واري لاء بي ادبانه لفظ ڪم آندائين جنهن تي مومن وڙهي پيس.

١٣- حضرت امام علي رضا عليه السلام جي مزار مقدسه کي بوسه ڏيڻ کي به ڪفر چيائين.

١٤- يتيم علي ذاڪر سان جيپ ۾ ويٺو هو گفتگو ڪندي چيائين ته جهنڊو ناجائز آهي.

۱۵- مولوي صاحب راڻيپور ۾ قرآن مٿي ٿي کڻي
چيو ته آءٌ ورې راڻيپور ۾ مجلس پڙهڻ نه ايندس. ان
کان بعد ڪئي مرتبه پڙهي ويو آهي. ثابت ٿيو ته
سندس قرآن تي ذري جيترو به ايمان نه آهي.

۱۶- روهڙي ۾ سيد نعمت الله شاه جي جڳهه تي
مجلس ۾ قرآن کڻي ۽ هزارين قسم کڻي چيائين ته،
آءٌ مولوي ڊڪو جي پارٽي نه آهيان- هو دشمن اهلبيت
آهي، آءٌ انهن کان بيزار آهيان. آخر ڪوڙو ظاهر ٿي
پيو جو مولوي ڊڪو يار شاه وغيره کي پاڻ دعوت
ڪري وٺي آيو. ۽ لاڙڪاڻه ضلع ۾ انهن کي پڙهايائين
سندس نالي سان اشتهار موجود آهن.

۱۷:- هي جيڪي ڳالهيون اهلبيت اطهار ۽ رسول
ڪريم صلعم جي شان ۾ مولوي حميد ڪري ٿو اهي
ساڳيون ڳالهيون ۱۹۱۹ع ۾ پنجاب ۾ شروع ٿيون
هيون جنجي جواب ۾ عليءَ جي محبن عالمن کين
معقول جواب ڏئي سندن منهن هميشه لاءِ بند ڪري
ڇڏيو. سنڌ ۾ هزهائينس مير علي نواز خان ٽالپر مرحوم
جي زماني ۾ هڪ مولوي سعيد الله (توب محمدی) ڪتاب
لکي شايع ڪيو هو. جنهن جو منهن ٽوڙ جواب مولوي
سيد خادم حسين شاه مرحوم (حيدري پستول) ڏنو ۽
مير صاحب مولوي سعيد الله کي رياست مان نيڪالي
ڏئي ڇڏي- سنڌ جي مومنن کي چڱيءَ طرح خبر آهي.

هاڻي ٻه مولوي حميد ساڳيا راڳ شروع ڪيا آهن. ٻه مومن هوشيار آهن. هاڻي هو ڪنهن کي ٻه گمراه ڪري نه سگهندو.

١٨- مولوي عبدالحميد صاحب ٦ ماه محرم جي رات منگهواري ۾ ۽ ڏهين محرم جي رات ڪوٽ لڙها ٻڪار ۾ جيڪي ڪرتوت ڪيا تن جو مفصل احوال ٻئي اشتهار ۾ جلد از جلد قوم جي اڳيان پيش ڪندس.

١٩- مولوي عبدالحميد صاحب تارڪ صلواة- قرآني قسمي ڪوڙو آهي- قبله حاجي سيد ربجهل شاه عليه رحمت جي ميلي تي مجلس عزا ۾ پڙهندي قسم کڻي چيائين ته آءٌ مولوي ٻڪو وارن کان بيزار آهيان- ڪوٽ ڏجي ۾ ٻه ساڳيا قسم کڻي شيعن کي اعتبار ڏيڻ لڳو- پر آخر ڪوڙو ظاهر ٿيو ۽ مولوي ٻڪو صاحب وغيره کي لاڙڪاڻه ضلع ۾ وٺي اچي پڙهايائين- وري هاڻي اشتهار ڇاپرائي شيعن کي يقين ڏياري ٿو ته وري وڃي قوم شيعه کي قربان- هاڻي اهل انصاف کي منهنجو عرض آهي ته مولوي چانديه جي ڪهڙي قسم تي اعتبار ڪجي ۽ ڪهڙي قسم تي يقين ڪجي- تقرير واري قسم تي يا اشتهار واري قسم تي؟

ٻيون ڪيتريون ڳالهيون اچا رهجي ويون آهن جو طوالت جي سبب پيش نه ڪري سگهيو آهيان سنڌ

جا شيعه. مولوي صاحب. ذاكر صاحب سڀئي مولوي صاحب جي ڪردار مان بخوبي واقف آهن ۽ قوم شيعه ڪيس هر طرح سان پرکيو آهي ۽ چڱيءَ طرح سندس اعتقاد مان واقف ٿي مولوي کان بيزاري اختيار ڪئي آهي. هن وقت ساري سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪوبه مومن مولوي کي ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي.

## شيعه قوم کي مهنجي اپيل

مولوي جو نه قرآن تي ايمان آهي- نه رسول ڪريم تي، نه اهلبيتن پاڪن تي ايمان آهي فقط ٤٢٠ ڪري قوم کي ڦريو اٿس. منهنجو مومنن جي خدمت ۾ عرض آهي ته اهڙن عالم نما جاهلن، دين جي دشمنن کان هوشيار رهو ۽ سندن تقرير هرگز نه ٻڌو.

مولوي صاحب عبدالحميد کي به کپي ته ايمان جي حاصل ڪرڻ جي پوري پوري دوا ڪري ۽ دماغ جي درستي لاءِ گدو بندر مان دوا ڪرائي صحت ياب ٿيڻ جي ڪوشش فرمائي.

آخري لفظ- سنڌ جا مومنو هي هيٺيان ڪتاب ڪهرائي پڙهو جيڪي اسان جي مولوين صاحبن منڪر اهلبيت ٻڪـو وارن ۽ مولوي عبدالحميد جي جوابن ۾ لکيا آهن.

۱:- حقائق الوسائط:

جلد اول دوم مولانا محمد بشیر صاحب ٹیکسلا۔ ملنے جو ہنذ (جناب سید حسین صاحب نونهروی ۳۸۔ ایف رضویہ کالونی کراچی (۲) ٹیکسلا)۔

۲:- نصرت الذاکرین:

آغا عبدالحسن سرحدی۔ ملنے جو ہنذ درس آل محمد سرگودا روڈ لائل پور فون نمبر ۶۵۴۱۔

۳:- بسلسلہ ذات علی کانفرنس خارجیوں کی شکست فاش:

پتہ دفتر انجمن اشاعت حسینیت قصر زین العابدین احمد پور شرقیہ۔

۴:- ذاکری کا شرعی مقام:

مولانا محمد بشیر صاحب ٹیکسلا (پتہ سا گیو)۔

۵:- حقائق العقائد:

میرزا یوسف حسین صاحب قبلہ، پتہ افتخار بک ڈپو اسلام پورہ لاہور۔ حیدرآباد قدم گاہ۔

۶:- کتاب کاشف الحقائق:

مولانا سید محمد عارف صاحب پرنسپل جامعہ حسنیہ دارالعلوم جھنگ، شیعہ یتیم خانہ جھنگ۔

۷:- معالم الشریعۃ:

مولانا سید ضمیر الحسن صاحب نجفی۔ احمد پور سیال ضلع جھنگ۔

قبلہ مولانا سيد محمد قاسم صاحب پرنسپل سلطان المدارس خيرپور جو ڪتاب - اهي ڪتاب گهرائي پڙهو ۽ ٻين مومنن کي به پڙهي خبر ڏيو- انشا الله ڪو به منڪر اهلبيت توهان سان ڳالهائي نہ سگهندو- آخر ۾ دعا ٿو گهران تہ حضرت علي عليہ الصلواة و السلام حيدر ڪرار- دلدل جو هسوار- قاتل ڪفار ۽ صاحب زمان سردار توهان جو ۽ توهان جي ٻچڙن جي ايمان جو دين جو هميشہ محافظ آهن آمين ثم آمين- وما علينا الا البلاغ.

المشتهر
سيد زوار حسين شاه رضوي
ذاڪر اهلبيت
روهڙي

حسينيت زنده باد! يزيديت مرده باد!



